پارائو ادب

سنڌ جا سپوت

# علامه عمر بن محمد دائودپوٽو

گوهر دائودپوٽو



سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو

پاراڻو ادب

سنڌ جا سپوت

# علامه عمر بن محمد دائودپوٽو

## گوهر دائودپوٽو



سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو

ڇپائيندڙ: سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو
(حق ۽ واسطا محفوظ)
ڇاپو پهريون ١٩٩٠
تعداد ٥٠٠٠
قيمت ٠٠-١٥ رپيا

**Personalities of Sindh**

Published by : Department of Culture and Tourism
Government of Sind
Printed by : Azad Communications Karachi.

هي ڪتاب مهتاب اڪبر راشدي سيڪريٽري، سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي
پاران ڇپرو ڪيو ۽ آفتاب ابڙي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ڪلچر (پبليڪيشنس)
جي نگرانيءَ هيٺ آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي ڇپيو.

ملڻ جو هنڌ
ڊائريڪٽوريٽ آف ڪلچر (پبليڪيشنس)
جناح ڪورٽس، ڊاڪٽر ضياالدين احمد روڊ ڪراچي.
فون - 513334

# پيش لفظ

هن وقت تائين ٻاراڻي ادب تي ايترو توجهہ نہ ڏنو ويو آهي، جيترو ڏيڻ کپندو هو. ٻاراڻو ادب قومي جاڳرتا ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿو. اها هڪ ميچيل حقيقت آهي تہ ٻاراڻي عمر ۾ ڪنهن شيءِ کي قبول ڪرڻ جي صلاحيت، وڏي عمر وارن جي ڀيٽ ۾ گهڻي هوندي آهي. ان عمر ۾ ئي ٻارن جي پيڙهہ پختي ٿيندي آهي.

ٻاراڻي ادب جي کوٽ کي محسوس ڪندي، اسان ٻارن جي تعليمي ۽ ذهني اوسر لاءِ دلچسپ، اصلاحي، مفيد، معلوماتي، تاريخي ۽ ديني ڪتابن شايع ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي.

معلومات ۽ وندر وارن ڪتابن سان گڏ، اسان جي اها پڻ ڪوشش آهي تہ ٻارن کي پنهنجن عظيم سپوتن ۽ انهن جي ڪارنامن کان واقف ڪريون تہ جيئن هو اخلاق ۽ ڪردار جي پختگي طرف گامزن ٿي، مستقبل ۾ ڪاميابيون ماڻي سگهن.

ڪتاب، انسان جو بهترين دوست آهي، جيڪو انکي سنئين راهہ تي وٺي وڃي ٿو ۽ منجهس اخلاق، سچائي، بهادري ۽ ٻري ڀلي سمجهہ پيدا ڪري ٿو. ٻارن لاءِ ڪتابن جو اهو تحفو ڏيندي سنڌ ثقافت کاتو گهڻي خوشي محسوس ڪري ٿو. اميد اٿئون تہ اسان جي هيءَ نماڻي ڪوشش توهان وٽ قبول پوندي.

مهتاب اڪبر راشدي

شمس العلماءَ علامه ڊاڪٽر

# عمر بن محمد دائود پوٽه

## ولادت

شمس العلماءَ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو اربع ڏينهن تاريخ ٢٥ مارچ ١٨٩٦ع بمطابق ٩ شوال ١٣١٣ هه ڌاري ضلعي دادو جي تعلقي سيوهڻ جي پرسان سنڌي درياهه جي ساڄي ڪناري تي ٻڌل هڪ ننڍڙي ڳوٺ "تلٽي" ۾ ڄائو. سندس پيءُ محمد خان نالي، هن جو نالو عمرالدين رکيو.

ڊاڪٽر دائود پوٽو بنيادي طور هڪ سکئي ستابي گهر ۾ جنم ورتو، پر سندس ڏاڏي عبدالمطلب جي روايتي شاهه خرچن ۽ توجه نه ڏيڻ ڪري سندس مسڪيني حال تي ويو. ايتريقدر جو ڏاڏي جي رضا ڪري ويڻ ڪانپوءِ سندس پيءُ پوکي راهي شروع ڪئي ۽ صفوران نالي سندس ماءُ، جنڊ پيهندي هئي. اهڙيءَ ريت هو گذران ڪندا هئا.

## تعليم ۽ تربيت

ڊاڪٽر عمر دائود پوٽو ايا پنجن - ڇهن سالن جو مس ٿيو ته ڪيس ١٩٠٣ع ۾ سنڌي اسڪول، تلٽيءَ ۾ پڙهڻ لاءِ

ويهاريو ويو، جتي هن سن ١٩١٠ع ۾ ابتدائي تعليم پوري ڪئي.

هن اسڪول جي دؤر ۾ ٽيئن درجي تائين اسڪول کان گسائيندو رهندو هو، ڪڏهن پنهنجي ناني واري ڪوري ٽي يجي ويندو هو ته ڪڏهن واري ڏاڏي جي ڳڻن سان ويندو هو. مطلب ته ڪڏهن ڪڏهن ڇيڏڪ ايندو هوس ته پيو اسڪول وڃڻ کان ٽٽائيندو هو، پر ان کان پوءِ پنهنجي والد جي تنبيهه ۽ استادن جي نصيحتن ڪرڻ تي پنهنجي پڙهائيءَ تي توجهه ڏيڻ لڳو.

هڪ ڀيري هڪ استاد سندس امتحان وٺڻ ويو ۽ سليٽن تي صورت خطي لکرايائين، جڏهن هو پنهنجي سليٽ وٽس ڪٺي ويو ته استاد کيس مرڪي چيو، " اکر لکيا اٿئي يا ٽنڊي ماڪوڙي جون ٽنگون! " ان طعني سندس ذهن تي اهڙو اثر ڪيو، جو هن ڪيترين ئي مشقون پڇايون ۽ نيٺ اکر سڌاري ورتائين. آخر ۾ سندس رايو هو ته " اکر اخلاق تي وڏو اثر وجهن ٿا." ۽ اڪثرشاگردن کي چوندو هو ته "جنهن جا اکر چڱا، تنهنجا لجڻ چڱا" ان ڪري پنهنجي نوڪريءَ واري زماني ۾ شاگردن کي سٺا اکرلکڻ لاءِ اتساهه رهيندو رهندو هو.

ننڍڙي عمر جي هوشياري ۽ اورچائي ڏسي، اسڪولن جي انسپيڪٽر امتحان وٺڻ مهل حڪم ڏنو ته ههڙي هوشيار

شاگرد کي انگريزي اسڪول موڪليو ويو. اھڙيءَ ھو ريت ابتدائي انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ اي - وي اسڪول ٽلٽيءَ ۾ داخل ٿيو، جتان ساليانې امتحان ۾ پھرين نمبر ڪٽڻ ڪري کيس ٽئين درجي ۾ ٽپايو ويو.

ان ئي سال ھڪ ھندو استاد کيس قرآن پاڪ جون آيتون ۽ ڪريما جا بيت ياد ڪرڻ جو تاڪيد ڪيو، سو پنھنجي ھڪ عزيز آخوند احمد جي مڪتب ۾ قرآن پاڪ پڙھڻ لڳو. ۽ ڇئن مھينن ۾ پڙھي پورو ڪيو ۽ ڪريما جا ڪجھ بيت بہ ياد ڪري ورتا. انھن ئي ڏينھن ۾ کيس فارسي سکڻ جو شوق پيدا ٿيو. ان چاھ ۾ ھو ڳوٺ ۽ پاڙي جي ڳوٺن ۾ رھندڙ ملان مولوين وٽ سبق وٺڻ لاءِ ويندو ھو. ايئن ٿوري ئي عرصي ۾ گلستان، بوستان ۽ ٻيا فارسي ڪتاب پڙھي پورا ڪيا. پاڻ ٽئين درجي انگريزيءَ ۾ اسڪول ڪان موٽي اچڻ ڪانپوءِ امتحان لاءِ شام جو خانگي تياري بہ وٺندو ھو. اھڙيءَ ريت سخت محنت ڪرڻ ڪري، ان سال بہ اسڪول ۾ پھريون نمبر حاصل ڪيائين.

علامہ دائود پوٽي جو شاگرديءَ وارو اھو دؤر ڏاڍو ڏکيو گذريو، ايتريقدر جو اسڪول جي موڪل ڪانپوءِ تغاريون ڍوئيندو ھو. اسڪول ۾ ھُنري سکيا حاصل ڪرڻ ڪري ڪٿون بہ واٽيندو ھو. ان جي عيوض کيس جيڪي رقم ملندي ھئي، ان مان ڪتاب خريد ڪندو ھو ۽ پنھنجي خرچ پکي جو

بہ بندوبست ڪندو هو. ڪيترا ڪتاب تہ پنهنجي هٿ سان پاڻ لکيائين ۽ پوءِ سڄو سال انهن تان پڙهندو هو. ايتري مسڪيني ۽ پريشاني واري حال ۾ بہ لکڻ - پڙهڻ کي لڳو رهيو ۽ ڪڏهن بہ همت نہ هاريائين.

پاڻ اڃا چوٿين درجي ۾ ئي هو تہ اسڪول جي هيڊ ماستر جي چوڻ تي سنڌ اکرن ۾ انگريزيءَ ۾ لاڙڪاڻي جي ڪليڪٽر ڏي، لاڙڪاڻي مدرسي ۾ داخلا ۽ مفت رهائش مهيا ڪرڻ لاءِ درخواست ڪيائين. سو جيئن ئي چوٿون درجو پاس ڪيائين تہ لاڙڪاڻي مدرسي ۾ داخلا ۽ مفت رهائش جو آرڊر اچي پهتس.

لاڙڪاڻي واري مدرسي ۾ هڪ غريب ۽ مسڪين هاريءَ جي پٽ کي داخلا ملڻ جڻ هڪ اڻ ٿيڻي ڳالهہ هئي؛ ڇاڪاڻ تہ اتي فقط زميندارن ۽ وڏن ماڻهن جي اولاد کي تعليم ڏياري ويندي هئي. هن نينگر جا سندس ئي لفظن ۾ اهي حال هئا تہ، "ٿلهي بافتي جو پهرياڻ، ململ جو پٽڪو، نير ۾ ٻڌل پانچن پريل سٿڻ، موچڪي جتي ۽ پناڻن کان ڳِڙل ڍگهو گدلو يا ڪوٽ، مڙس هليو آ لاڙڪاڻي!" جنهن بابت ان وقت چيو ويندو هو تہ هُجُئي هَڙَ ۾ ناڻو تہ گهمہ لاڙڪاڻو." زميندارن ۽ اميرن جي اولاد هِن جا اهي حال ڏسي، مٿس چٿرون ڪرڻ لڳا ۽ چيائون ٿي،

"هي رئيس بہ آيو آهي پڙهڻ!"

هئي ڏينهن ڪيس پنجين درجي واري ڪلاس ۾ ويهاريو ويو.

هم ڪلاسي ڪيس ڏسي ڪِليا ۽ ڪِچڪيا پئي، پر ڪلاس ماستر بہ حيرت ۾ پئجي ويو، جڏهن سبق شروع ٿيو تہ سڀ کان پهريون نمبر آيو. ان هوشياريءَ سبب ڪيس ڪلاس جي پهرين قطار ۾ ويهاريو ويو ۽ استاد ڪلاس مان چندو ڪرائي، هن لاءِ سٺا ڪپڙا نهرايا.

ان کانپوءِ هڪ پيرو ڪليڪٽر صاحب بہ اسڪول جي پرنسيپال وٽ ويو. ڪجهہ دير بعد هن کي بہ گهرايائين ۽ پنهنجي سوالن جا جواب ہڏي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ حڪم ڪيائين تہ ڪيس ڪپڙا ۽ ڪتاب مفت ڏنا وڃن. اهڙين همت افزائين ڪري سندس لکڻ پڙهڻ جي چاهہ ۾ واڌارو ايندو رهيو ۽ گڏ و گڏ مدرسي جي شاگردن ۾ بہ مقبول ۽ سرهو ٿيندو رهيو.

هو اجا پنج درجا پاس ڪرڻ تي هو تہ ڇهين درجي ۾ داخلا وٺڻ لاءِ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي ڏانهن هڪ درخواست اماڻي ڇڏيائين، جنهن جو ڪوبہ جواب نہ آيس. ان بعد هڪ مهربان استاد جي سفارش ڪرڻ تي نوشهري جي مدرسي ۾ داخلا ملڻ ۽ محمدن فنڊ مان ماهوار ٽي رپيا ملڻ جو خط اچي مليس. ان بعد جلدئي پنجون درجو پاس ڪري، پنهنجي ڳوٺ ٽلٽيءَ ويو ۽ اتي وري نوشهري فيروز ڏانهن وڃڻ جي سنبت ۾ لڳي ويو. ٽلٽيءَ مان نوشهري وڃڻ وقت پيءُ ڪيس خرچ پکي لاءِ فقط چوڏهن رپيا ڏنا هئا. اها شايد پهرين ۽ پوئين رقم هئي جا ڪيس پنهنجي پيءُ کان حاصل ٿي هئي.

علامہ عمر بن محمد دائود پوٽو پنهنجي لکيل ڪتاب "منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي" ۾ پنهنجي ڳوٺ کان نوشهري مدرسي ڏانهن وڃڻ جو ذڪر هيٺين ريت قلمبند ڪيو آهي:

"تياري ڪرڻ ۾ دير ڪانہ ٿي. "سُڃي جي مَڏي، هڪ ڏنڊڻ ٻي تڏي"، سو ڪتاب ڪڙا ڪاٺ جي صندوق ۾ قابو ڪري، جهڙا تهڙا ڪپڙا لوهہ جي پيٽيءَ ۾ وجهي؛ رلين ۽ چادرن جو بستر ويڙهي لاڏو اٺ جي ٻنهي پاسن کان ڪڙي، پلاڻ جي وچ ۾ ٽنگون ٽيڙي، اڳيان جَتُ ۽ پٺيان آئون، صبح جو پهر نوشهري روانو ٿيس."

ان مسافريءَ ۾ خيري ديري جو پتڻ پار ڪرڻ لاءِ اُٺ سميت ٻيڙيءَ ۾ چڙهيو. پاڻيءَ ۾ گهڻي مسافري ڪرڻ ڪانپوءِ پتڻ پار پيا. وري اٺاويهہ ڪي ٽيهہ ميل لاڏو اٺ جي جهوٽن ۽ جهيڪن جو پنڌ ڪري نوشهري پهتو، جتي مدرسي جي پرنسيپال کيس داخلا ۽ ماهوار ٽي رپيا ڏيڻ لاءِ پڪ ڏياري. اهو سندس محنت ۽ هوشياريءَ جو ڪمال هو، جو هميشہ وانگر هتي بہ ڪلاس جي پهرين گهٽيءَ (پيريڊ) ۾ ويهي ڪلاس جي پهرين قطار ۾ ويٺو.

ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جي هوشياري ۽ لياقت تي لاڙڪاڻي مدرسي جي استادن جيان، هتان جا استاد بہ موهت ٿي پيا. هن پنهنجي پيءُ کان مليل موڙي تہ پتڻ جي ڀاڙي،

نوٽبڪن، ڪتابن ۽ مهيني جي ويسيءَ تي خرچ ڪري ڇڏي هئي، سو پنهنجي ڪٽلائيءَ جو احوال هڪ استاد سان اوريائين، جنهن وري رهائش جو خرچ معاف ڪرائي ڇڏيس. اهڙيءَ ريت سندس تعليم جاري رهندي آئي. هو پاڻ بہ استادن جو تمام گهڻو خيال رکندو هو، سندن جهليون چڪيندو هو، ڏندڻ ڪپي آڻي ڏيندو هو، پاڻي ڀريندو هو، مطلب تہ استادن جي خدمت ڪرڻ ۾ پنهنجي وڏائي ڀائيندو هو ۽ ان سان گڏ پنهنجي تعليم تي بہ تمام گهڻو توجهہ ڏيندو هو ۽ محنت ڪندو هو. اهوئي سبب هو جو استاد بہ مٿس مهربان هوندا هئا ۽ آئي ويل مدد ڪندا هئا.

ان ئي سال اونهاري جي موڪلن ۾ پنهنجي دوستن ۽ وڏيرن چوڪرن وٽ منزلون ڪندو ڳوٺ پهتو. موڪلن جا ڏينهن گذارڻ ڪانپوءِ مدرسي موٽ ڪيائين، واپسيءَ تي پتڻ پار ڪري، گرميءَ ۾ پنڌ ئي پنڌ ڪندو ٽڪجي هَڄُ تي وڃي نوشهري پهتو ۽ وري پنهنجي پڙهائيءَ ڪي جُنبي ويو.

ان وقت نوشهري مدرسي ۾ فقط ڇهين درجي تائين تعليم ڏني ويندي هئي. هن وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ سنڌ مدرسة الاسلام جي پرنسيپال ڪي درخواست اماڻي، جنهن ڪهل آڻي ڪيس لاڙڪاڻي ضلع مان مفت رهائش جو آرڊر موڪليو. اها خبر نہ صرف پاڻ لاءِ پر مدرسي جي استادن ۽ شاگردن لاءِ سرهائيءَ جو سبب بڻي. نيٺ آگسٽ ١٩١٥ع ۾

اُتِ تي چڙهي، پڊعيدن اسٽيشن پهتو، جتان آگ گاڏي (باهہ تي هلندڙ ريل) تي چڙهي ڪراچي هليو ويو. ان وقت مدرسي جي استادن ۽ شاگردن ڪيس وڏي خلوص ۽ محبت وچان رخصت ڪيو هو.

سنڌ مدرسي ڪراچي ۾ پهچڻ تي رهڻ لاءِ ڪيس ڪاٺ جي ڪوٺي ڏني ويئي، جيڪا ڪي قدر اونداهي، غير صحتمند ۽ پوسل واري هئي، تنهن هوندي بہ هو اتي توڪل ڪري رهڻ لڳو. اُتي رات جي مانيءَ تي ويھڻ سان معلوم ٿيس تہ شاهوڪار، وچين ۽ غريب درجي جي شاگردن لاءِ جدا جدا قسمن جي ماني ڪئي ويندي هئي ۽ الڳ الڳ ميزن تي ويهاريو ويندو هو. اهو طريقو ڏسي ڏاڍي نفرت آيس. پنهنجو ۽ پاڻ جهڙي غريب شاگردن جو بي سوادو کاڌو، تسي جهڙي چانهہ، رُکي ڊبل روٽي، سائي اٽيي ياڄي ۽ اڌ پاٽي ملايل کير ڏسي لاڙڪاڻي ۽ نوشهري وارا مدرسا ياد اچي ويس، جتي غريب ۽ توانگر ۾ ڪوبہ سنڌو سيڙهو ڪونہ هوندو هو.

سنڌ مدرسي ۾ پهرين ڏينهن عمر دائود پوٽو ڪلاس جي پهرين حصي ۾ ويٺو. ڪلاس ماستر جيئن ئي ڪلاس ۾ آيو، تيئن هو وچي پيرين پئي مليس ۽ ادب سان آڏو ٻيهي رهيس. استاد ڏانهنس چتائي . . سندس ڪُتل ڪپڙا ۽ ڏنگي ڦڏي پُراڻي جُتي ڏسي. ڪـ آيس. هو ان وقت مدرسي جي پرنسيپالي بہ هلائيندو هو، سو حڪم ڏنائين تہ ڪيس ڪپڙن

جو وڳو، ڪوٽ ۽ هڪ بوٽ ڏنو ويو. ان ڪانپوءِ ڪيس آخري بينچ تي ويهڻ لاءِ چيائين؛ ڇاڪاڻ تہ ان وقت نئين شاگرد کي پوئين جڳهہ تي ويهارڻ جو دستور هو. بهرحال ان ٿي ڏينهن سڀ قطارون لتاڙي اچي پهرين قطار تي ويٺو. اهو ڏسي مدرسي جا ماستر تو ڙي شاگرد اچرج ۾ پئجي ويا ۽ ڪيس پائنٽ لڳا. اتي رهندڙ شاگرد جڻ هن جا شاگرد بنجي پيا هئا؛ ڇاڪاڻ اُهي حسابن يا ٻين ڪمن ۾ ڪائنس مدد وٺندا هئا ۽ پيار وچان تہ "ڪاڪا" ڪري ڪوٺيندا هئا.

ڊاڪٽر دوئود پوٽو سخت محنتي شاگرد جي حيثيت سان اسڪول جو گهڻو تڻو ڪم اڳ ۾ ئي ڪري ڇڏيندو هو. اجايو سستيءَ ۾ وقت نہ وڃائيندو هو؛ پر ضروري آرام ۽ راحت حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ بيڪار نہ ويهندو هو. مطلب تہ سڀ ڪا ڳالهہ ڪوشش ڪري پنهنجي وقت تي ڪندو هو.

ان ئي سال مدرسي جي پرنسيپال وائينس صاحب ڪيس بتين صاف ڪرڻ ۽ انهن ۾ تيل پرڻ جو ڪم سونپيو ۽ ان جو پگهار بہ ڏيندو هوس. ان ڪانسواءِ ڪيس ڪتون ۽ ڪتولا واٽڻ تہ ايندا هئا؛ سو چنل ڪتن جي واٽڻ جو ڪم بہ وٺائنس ڪرائيندو هو. ان مان جيڪي پئسا ملندا هئس، تن مان ڪتاب ڪڙا خريد ڪندو هو، ڳوٺ وڃڻ لاءِ ڀاڙو ڪندو هو. ان ڪانسواءِ، حيرت جي ڳالهہ اها آهي تہ ڪجهہ پئسا گڏ ڪري خرچ پکي لاءِ پنهنجي گهر ٻيءُ ڏانهن بہ

موڪليندو هو.

ڊاڪٽر صاحب ڇهين درجي جي ساليانيءَ امتحان ۾ پهريون نمبر آيو تہ مدرسي جا شاگرد توڙي ماستر ڪيس سٺي نظر سان ڏسڻ لڳا. نيٺ ستين درجي ۾ داخل ڪيو ويو ۽ هميشہ وانگر پنهنجي محنت سبب سٺن نمبرن ۾ پاس ڪيائين. ان ڪانپوءِ مئٽرڪ ۾ پڙهڻ لڳو. ساڳيءَ ريت سخت محنت ڪري ١٩١٧ع ۾ امتحان ۾ سنڌ ۾ هندو توڙي مسلمان شاگردن ۾ پهريون نمبر آيو ۽ "سنڌ نمائش انعام" حاصل ڪيو. ان تي مدرسي جي سيني شاگردن ڪيس مبارڪون ڏنيون.

مئٽرڪ جي امتحان پاس ڪرڻ ڪانپوءِ ڪاليج ۾ پڙهڻ لاءِ دل چاهڻ لڳس. تاريخ ٢٠ جون ١٩١٧ع تي ڏيارام ڄيٺمل (ڊي - جي) سنڌ ڪاليج ۾ داخلا شروع ٿي تہ هن بہ داخلا ورتي. ڪاليج ۾ ڪيس اسڪالرشپ ۽ پارسي شاگردن پاران ماهوار چندو ملندو رهيو، جنهن ڪري وري چاهہ سان پڙهڻ ۾ لڳي ويو ۽ پهرين سال ئي پهريون نمبر آيو.

٢٠ جون ١٩١٨ع جي ڪاليج جي ٻئي سال ۾ داخل ٿيو. ان وچ ۾ سنڌ مدرسي جي پرنسپال وائينس صاحب ڪيس حسابن پاڙهڻ عيوض ٣٠ روپيا ڏيندو ۽ مدرسي جي ڪاٺ ڳڙهہ واري ڪوٺي بہ ڏني، جنهن ۾ رهڻ لڳو. ان هوندي بہ ٻين شاگردن کي خانگي طرح پڙهائيندو هو. اهڙيءَ ريت پئسي جي تنگيءَ کان بچي ويو. امتحان جا ڏينهن بہ ويجها ٿيا. ڊاڪٽر

صاحب گهڻي محنت ڪري بيمار ٿي پيو، ان ڪري امتحان ۾ سيڪنڊ ڪلاس ڪنيائين؛ تنهن هوندي بہ همٿ نہ هاريائين.

جون ١٩١٩ع ٽي بي. اي ۾ داخل ٿيو ۽ فارسي زبان ۾ ادبيات جهڙا مضمون ڪنيائين. ان وقت پنهنجون مالي حالتون ڪي قدر درست ڪري ورتيون هيائين. سنڌ مدرسي ۾ حساب سيکارڻ ڪري، رهائش لاءِ ڪمرو منت مليل هوس ۽ چرچ مشن اسڪول ۾ فارسي ۽ حساب سيکاريندو هو، جنهن جو پڻ چڱو خاصو معاوضو ملندو هوس. گڏ و گڏ ڊي. جي ڪاليج جي پرنسيپال في بہ معاف ڪري ڇڏي هيس.

علامہ دائود پوٽو جڏهن بي. اي جي آخري سال ۾ هو تہ خلافت تحريڪ جو سخت زور هو. پاڻ ان تحريڪ ۾ چڱي خاصي دلچسپي وٺندو هو. ڪيترن ئي جلسن ۾ جوشيليون تقريرون ڪيائين ۽ جذباتي شعر پڻ پڙهيا هيائين ۽ تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. ان وقت بي. اي جو امتحان وري بمبئيءَ ۾ ٿيندو هو. تحريڪ جي زور هئڻ ڪري ڊپ وچان ٻيا شاگرد امتحان ڏيڻ لاءِ بمبئي ڪون ويا، ڪين خوف ٿيو تہ ڪانگريسي ڪم ڪندڙ ڪين يونيورسٽي هال ۾ داخل ٿيڻ کان روڪيندا. ڊاڪٽر دائود پوٽو پنهنجي مرشد خواجہ حسن جان سرهنديءَ جي تنبيهہ ڪرڻ تي خلافتين کي ڇڏي، اڪيلو ئي ساموندي جهاز تي سفر ڪري بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ پهتو. اتي بهائين جي آقا محمود زورقانيءَ ساڻس وڏي مدد

ڪئي ۽ رهائش جو بندوبست ڪيائين. امڙيءَ ريت ڊي. جي سنڌ ڪاليج مان سن ١٩٢١ع تي بي. اي فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين، جنهن جي عيوض ڪاليج جي "ڊڪشنا فيلوشپ" ماهوار سٺ رپيا مليس.

ان ڪانپوءِ بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ ايم. اي جو شاگرد ٿيو ۽ اهو امتحان بہ پهرين نمبر ۾ پاس ڪيائين، ان ڪري سن ١٩٢٣ع "چانسيلر ميڊل" مليو. اهو اعزاز هيل تائين ٻئي ڪنهن بہ سنڌي شاگرد کي حاصل نہ ٿي سگهيو آهي.

هند سرڪار سن ١٩٢٤ع ۾ کيس اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ اسٽيٽ اسڪالرشپ ڏني؛ جنهن ڪري انگلينڊ جي ڪيمبرج يونيورسٽيءَ جي ايميونل ڪاليج ۾ داخلا مليس. اتي ٽن سالن جي سخت محنت ۽ تحقيق ڪري پنهنجي تحقيقي مقالو "عربي شاعريءَ جو فارسي شاعريءَ تي اثر" انگريزي زبان ۾ لکي پورو ڪيائين، جنهن جي عيوض کيس سن ١٩٢٧ع ۾ پي. ايچ. ڊي (Ph.D) ڊگري حاصل ٿي. ان حوالي سان ڊاڪٽر دائود پوٽو سنڌ جو پهريون پي. ايچ. ڊي (ڊاڪٽريٽ) ڊگري حاصل ڪندڙ شخص هو.

شمس العلماءِ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جي تربيت جنهن طريقي سان ٿي، ان جو اندازو تہ سندس مٿي پيش ڪيل تفصيل مان ظاهر ٿئي ٿو. ننڍي هوندو ئي سندس ڏاڏي ميان عبدالمطلب جي وفات ڪري ويڻ ڪري سندس دل کي

نهايت ئي گهڻو صدمو رسيو. ان ڪانپوءِ سندس والده ماجده مائي صفوران پنهنجي سخت محنت، جفاڪشي سان، جنڊ پيهي بہ پنهنجي ٻچن جو گذران ڪندي هئي. سندس والد ماجد ميان محمد دائود پوٽو، نهايت ئي سخي مرد، نيڪوڪار ۽ سادو سودو ڳوٺاڻو هو، جيڪو ٻوڪي راهي ۽ ڏڪاٽڪي ڪري پنهنجي ڪٽنب جي ضرورتن جو پورائو ڪندو هو، جنهن جي هر ڏکئي وقت ۾ مدد ڪرڻ ۽ همٿ ڏيارڻ سبب ئي پاڻ ان اعليٰ مقام تي رسيو.

اسڪول ۽ ڪاليج جي استادن ۾ ماستر ڇيٿا نند، قاضي عبدالوهاب ٻوبڪن وارو، محمد ابراهيم سومرو، ماستر ٽدارام، مولوي عبدالڪريم پٽو، مولوي عبدالرحيم مگسي، مسٽر ڊي - پي ڪوتوال (پرنسيپال)، مسٽروائينس صاحب پرنسيپال، سنگ چندا سنگ شاهاڻي پروفيسر ٽي - ايم آڏواڻي، پروفيسر رضا محمد شيرازي ۽ ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي جو وڏو هٿ رهيو. خاص طور تي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ سان سندس ناتو گهڻو گهاٽو رهيو. شاگرديءَ واري زماني ڪانپوءِ بہ ساڻس گڏجي ادبي ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊائيندو هو. ادبي دنيا ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻي هن لاءِ تمام گهڻو سڦلاڻو ثابت ٿيو ۽ هن لاءِ هڪ ادبي استاد جي حيثيت رکندو هو.

شاگرديءَ واري زماني ۾ جن شخصيتن جو مٿس مهربانيءَ جو

هڻ هوندو هو، انهن ۾ مرحوم قائم خان شيخ، مرحوم پائي خان ڦل، مرحوم شاهه محمد خان کهڙو، مرحوم شاهه محمد لاهوري، مرحوم الله بخش پگهيو، وڏيرو غلام قادر انڙ ۽ سَر شاهنواز ڀٽو شامل هئا. ان کانسواءِ مرحوم ولي محمد، حضرت مولانا غلام محمد ملڪاڻي، حضرت مولانا حسن جان سرهندي ۽ ٽکڙ جا سيّد جن ۾ سيّد زين العابدين عرف چگل شاهه: جيڪو سيّد ميران محمد شاهه جو والد هو، سيّد عبدالحڪيم شاهه ۽ سيّد اسد الله شاهه جن جي همت افزائي، نصيحتن ۽ مدد جو سندس زندگيءَ تي گهڻو اثر رهيو.

شاگرديءَ جي زماني کان وٺي علامه صاحب کي سٺن سنگتين ۽ هڏ ڏوکي هم ڪلاسين جي صحبت نصيب ٿيندي ٿي آئي. انهن مان سيد ميران محمد شاهه ۽ سنڌ مدرسي جي باني حسن علي آفنديءَ جي پوٽي حسن عليءَ جو ساٿس تمام گهڻو سُياءُ هوندو هو. انهن کانسواءِ سيد عطا حسين شاهه موسوي، نصير محمد نظاماڻي ۽ الله بخش ٽالپر به سندس سٺا هم ڪلاسي هئا.

ان وقت: پنهنجي دؤر جون مشهور هستيون ساڻس گڏ تعليم حاصل ڪنديون هيون. انهن مان محمد ايوب کهڙو، غلام رسول ڪيهر ۽ سردار واحد بخش خان ڀٽو لاڙڪاڻي واري مدرسي ۾ گڏ پڙهندا هئا.

علامه صاحب جو ڪنهن سان به وير وروڌ ڪونه هوندو هو،

سڀ ڪنهن سان نمي ڪَمِي هلندو هو بُغض ۽ ڪينو تہ سندس مذهب جي بر خلاف هو. هن جي نظر ۾ سُني توڙي شيعا، هندو توڙي ڪِرستان هڪجهڙا هوندا هئا.

پاڻ ڪڏهن بہ ڪنهن کي سوال نہ ڪندو هو ۽ نہ ئي ڪنهن کان ڪجھہ گهرڻ جي عادت هئس، ڪيس ڏيڻ وٽندو هو ۽ وٺڻ کان وَنءُ ويندو هو. هڪ دفعي شيخ قائم خان مدرسي ۾ آيو تہ هو پيرين پئي ويجي مليس. هلندي وقت هن ڪيس هڪ رپيو يا ٻہ ڏيڻ تي چاهيا. هن ادب سان انڪار ڪندي چيائين تہ اهو سندس شان وٽان نہ هو: جو ايتري خسيس رقم ڏئي. ان سان گڏ هڪ حڪايت بہ ٻڌايائين: تہ اسڪندراعظم کان ڪنهن شخص هڪ درهم جو دان گهريو، جيڪو هن اهو چئي ڏيڻ نہ قبوليو تہ "هي منهنجي شان وٽان نہ آهي." تنهن تي سائل عرض ڪيس تہ: "فلاڻو ڪِي فلاڻو علائقو مون کي عطا ڪريو." ان تي سڪندراعظم چيس تہ، "تون انهيءَ جي لائق ناهين!"

علامہ صاحب ان زماني ۾ غريبي ۽ مسڪيني هوندي بہ جنهن همت، جذبي ۽ چاهہ سان تعليم حاصل ڪئي. ان جو بيان ڪرڻ تمام ڏکيو آهي: ڇاڪاڻ تہ انهن ايامن ۾ تعليم حاصل ڪرڻ فقط وڏن ماڻهن ۽ اميرن جو حق هوندو هو. غريب ۽ وچين طبقي وارا ماڻهو ان علم جي دولت کان بلڪل وانجهيل هوندا هئا. شاگرديءَ جي زماني ۾ علامہ اميرن ۽ وڏن

ماٺهن جي اولاد سان گڏ پڙهندي فخر محسوس ڪندو هو ۽ پنهنجي مسڪيني حال ڪري ڪڏهن بہ ڪمتريءَ جو احساس نہ ڪيائين. هن پنهنجي زندگي جي لاهن چاڙهن تي لکيل ڪتاب "منهنجي مختسر آتم ڪهاڻي" ۾ سنڌ مدرسي واريءَ زندگيءَ جو ذڪر هيٺين لفظن ۾ ڪيو آهي:

"هتي تہ ليکو ئي ابتو هو، مال تي مڻائي هٽي فِري بورڊرن ۽ غريب شاگردن جو کاڌو تمام غليظ ۽ بي سوادو هوندو هو. صبح جو ٽشي جهڙي چانهہ ۽ رکي ڊبل روٽيءَ جا ٽڪر، ٻن پهرن جو سڪل ايوڳي ڪٽڪ جي ماني، دال، پٽڙي شوري وارو گوشت يا وري سائي اٽيي ڀاڄي يا اڌ پاٽي ملايل کير ملندو هو. مطلب تہ هڪڙي ئي ڏينهن ۾ لاڙڪاڻي وارا چورما ۽ قورما وسري ويا. پرسان متوسط ۽ اعليٰ درجي وارن کي پلاءَ، بريانيون ۽ يخنيون کائيندو ڏسي، غريب شاگردن جو پِتو پيو پاڻي ٿيندو هو. ڪيترا تہ پيا واجهائيندا هئا تہ مَن ڪو سٽيو ٽڪر پور، ٻوڙ يا پلاءَ سامهون دوستن کان پلئي پوين! مان سڪل ڍوڍن تي هِريل هوس: سو مان کي تہ انهيءَ ڳالهہ جي پرواهہ ئي ڪانہ رهندي هئي."

پاڻ سخت محنتي ۽ هوشيار هوندا هئا. اهو ئي سبب هوندو هو جو، ٽئين درجي ۾ هو تہ پنهنجي هم ڪلاسين کي حساب ۽

اسڪول جو پيو ڪم سيکاريندو هو. گهڻن هم ڪلاسين کي ته ٽيوشن به ڏيندو هو، جتان جيڪي ڪجهه ملندو هوس سو پنهنجي خرچ پکي ۽ ڪتابن خريد ڪرڻ تي صرف ڪندو هو.

## نوڪري\ملازمت

شمس العلماءِ علامه عمر بن محمد دائود پوٽو پنهنجي اعليٰ تعليم يعني پي - ايچ - ڊي (Ph.D) ڊگري انگلينڊ مان حاصل ڪري؛ جيئن ئي سيپٽمبر ١٩٢٧ع تي وطن واپس وريو ته ان ئي سال سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي جو پرنسيپال مقرر ٿيو، جنهن دوران هن نه صرف مدرسي جو تعليمي معيار بلند ڪيو، پر ان جي مالي حالت به سڌاري ۽ مسلسل ٽي سال پرنسيپال رهڻ ڪانپوءِ ١٩٣٠ع کان ١٩٣٩ع تائين بمبئي جي اسماعيل ڪاليج ۾ عربي جو پروفيسر مقرر ٿيو. انهن ادبي ۽ علمي خدمتن جي عيوض عربي، فارسي ۽ سنڌي ٻولين لاءِ جوڙيل ”بورڊ آف اسٽيڊيز“ جو ميمبر چونڊيو ويو.

ان ڪانپوءِ ١٩٣٩ع ۾ تعليم کاتي ۾ ”ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشنس سنڌ“ (ڊي - پ - آءِ ) جهڙي وڏي عهدي تي رسيو. هن اٽڪل ٻارهن سال ان عهدي تي رهي تعليمي خدمت ڪئي. هن پنهنجي اڻ ٿڪ ڪوشش سان سنڌ جو تعليمي معيار سڌاريو ۽ سنڌ سرڪار کي ان جي واڌاري لاءِ ڪيترين

ئي عملي رٿائون ڏسيائين. هن هر تعلقي ۾ پرائمري تعليم لازمي ڪرائي ۽ بالغن جي تعليم بہ جاري ڪرائي.

هو سن ١٩٥٠ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر چونڊيو ويو ۽ نهايت ئي ايمانداريءَ سان پنجن سالن تائين ان اهم عهدي جون ذميداريون سنڀاليائين. ان بعد سن ١٩٥٥ع ۾ علامہ دائود پوٽو " اولھہ پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن" جو ميمبر چونڊيو ويو، جتي هڪ سال رهڻ کانپوءِ سن ١٩٥٦ع ۾ پينشن ورتائين ۽ پنهنجي حياتيءَ جا باقي ڏيهاڙا علمي ۽ ادبي ڪم ڪار لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين.

## علمي ۽ ادبي خدمتون

علامہ عمر بن محمد دائود پوٽو، ايئن ڪٿي چئجي تہ چمندي ئي چام هو. علم ۽ ادب سان ننڍي هوند ـ کان ئي چاھہ هئس. ان جو وڏو سبب ان دؤر جون محفلون هيون. ان کانسواءِ شروعاتي دؤر ۾ جيڪا تعليم ڏني ويندي هئي؛ ان جو بنياد بہ گهڻو ڪري عربي ۽ فارسي شاعريءَ جي ڪتابن تي ٻڌل هوندو هو.

سڀ کان پهريائين دائودپوٽي صاحب کي پنهنجي گهران ادبي اتساھہ مليو. اهو ان ڪري تہ سنڌ جو وڏو اديب رمضان واڍو سندس والد جو دوست هو، جيڪي گهڻو عرصو اتي اچي مهمان ٿيندو هو. ان جي شاعرائين ڪچهرين ۽ خاص طرح "هاريءَ جي مدح" ڇپيل ڪتاب گهڻو ادبي شوق پيدا

ڪيس. پاڻ مدرسن، مسجدن ۽ مڪتبن ۾ عربي ۽ فاسي جي غير رسمي تعليم حاصل ڪئي هئي. اتي مولود پڙهڻ ڪري ڏاڍو حظ حاصل ٿيندو هئس. اهو ئي سبب هو جو پوءِ پاڻ بہ مولود چوڻ شروع ڪيا هيائين.

ان ڪانپوءِ طالب العلمي جي زماني ۾ جڏهن نوشهري واري مدرسي ۾ ڇهون درجو پڙهندو هو تہ گهڻائي سنڌي توڙي فارسي شعر چيائين، جيڪي پوءِ سندس دوستن وٽان گم ٿي ويا. انهن مان هڪ غزل جون ڪجهہ سٽون هيٺ ڏجن ٿيون:

منهن ۾ تنهنجي ڪو پيارا، هو تجلوّ نور جو
ٿيو پسڻ سان پهڻ پارا، ويو جلي ڪُہ طورُ جو
ڪاڻ تنهنجي ڪاريٽي، ووڙيم گهڻا صحرا وندر
هٿوني دگ لائيو، رولو لهي رنجور جو
"لن ترانيِ" ڪي چڏي، مُنهڙو پسائج مون پرين
وَصل جو وعدو ڏيو، مَن مُهت ٿئي مهجور جو
پاڻ ڪان پاسي پچي، محبوب جو منظر ڏنم
ويو وچان پردو حيا جو، مُنهن ڏٺو مستور جو

هڪ ڀيري قاضي فضل الله ۽ محمد ايوب کُهڙي جي سياسي اختلافن تي نظم لکيو هيائين، جنهن جو هڪ شعر هيٺ ڏجي ٿو:

وزارت جي وَنِي، آهي ڏاڍي ڏاڍڻ ڏنگي ڏندري
مگر ناهي صبر ذرڙو، ادي ايوب ثانيءَ ڪي،

ڊاڪٽر دائود پوٽي جي پنهنجي شاعري گم ٿي چڪي

آهي، مٿي درج ڪيل شعرن کان سواءِ هڪ وائي بہ ملي آهي، جيڪا هيٺ مثال طور پيش ڪجي ٿي:

اڄ تہ منھنجي اڱڻ ۾، پِرِيَنِ پير وڌا،
سڄڻ سير ڪيا، اڄ تہ منھنجي اڱڻ ۾!
اڄ تہ منھنجي اڱڻ ۾!!
لايان ڪھ لڱن تي، لالن لبيبا،
اڄ تہ منھنجي اڱڻ ۾!!
تھنجي تل نہ پانئيا، مسر حبيبا،
اڄ تہ منھنجي اڱڻ ۾!!
ساڄن سينٿان سُھٹو، نوري نجيبا،
اڄ تہ منھنجي اڱڻ ۾!!
مونکي ڇڏ نہ ڇپرين، آرِي عجيبا،
اڄ تہ منھنجي اڱڻ ۾!!
اگھي ھن عمر جو، تونھين طبيبا،
اڄ تہ منھنجي اڱڻ ۾!!

علامہ دائود پوٽو سنڌي ٻوليءَ جو هڪ وڏو ڄاڻو ۽ عالم هو. هو ٻوليءَ جي سيني لهجن ۽ لاڙن ۽ ان جي ٻين سيني خوبين کان واقف هو. پاڻ جنهن وقت قلم کڻي لکڻ ويهندو هو تہ لفظ خوبصورت مٽيا بنجي جملن کي روپ ڏيندا ويندا هئا، سندس ئي لکيل نثر جو هڪ ٽڪرو هيٺ ڏجي ٿو:

"پٽڻ لنگھڻ ڪانپوءِ وري هل هلان ۽ ڪھو ڪاھ

يلا! اناويهن ۽ ٽيهن ميلن جو پنڌ، سولاڏو اٺ جي جهوپن ۽ جهٽڪن ڪري چيلهہ ئي ٽڪر ٽي پئي. آخر هاهر ڪندي، مورو ڳچيررو واٽ تي لتاڙيندي، سج لٿي مَهل، اچي نوشهري مدرسي ۾ جمل جهڪايم."

يا وري پئي هنڌ پنهنجي ڪاميابين جو ذڪر هيئن بيان ڪري ٿو:

"ستين درجي وارو سال سيگهہ ۽ سانت ۾ گذري ويو. سڀ ڪو پساهہ سجايو ۽ سيڪو سانگ سٽائو هو. ظام زماني بہ اهي ساعتون پنهنجا سِر ۽ سنگ سانديي رکيا. دل ٽڏي ٽانهري ۽ دماغ سالم رهيو. دنيا جي ڪنهن بہ ڏک يا سور هردري تي هلان نہ ڪئي، سڀ ماحول مشڪندڙ ۽ بهڪندڙ نظر آيو. علم جي طلب ۾ پاڻ ڪي پچائي چڏيو هوم. محنت ۽ مشقت پنهنجي طبيعت جو ڀاڱو ٿي پئي هئي. قدرت واٽ سنواري ڏني هئي؛ جنهن ڪري هر مشڪل ڪم آسان ٿي پٿو. دوست دمساز هوا ۽ استاد مهر پرور؛ حياتي گلاب جي گل وانگر ٽڙي سرهي ٿي پئي؛ پر اها پوري خبر هيم تہ ڪنڊن جي ڏنگن بغير گل هٿ نہ ايندو ۽ ڪشالي ڪانسواءِ مقصد حاصل نہ ٿيندو، تنهنڪري بيش ازبيش "هٿ حاج ۾ ۽ دل يار ۾" ڪم ڪي لڳي ويس."

نوشهري واري مدرسي هو هڪ استاد قاضي عبدالغفور نوشهرائي پنهنجا سنڌيءَ ۾ لکيل مضمون ڪيس پڙهائيندو هو. هڪ دفعي ڪلاس ۾ ڪو مضمون انگريزيءَ ۾ لکڻ لاءِ ڏنائيس. ڊاڪٽر صاحب اهو مضمون اهڙي ته پيرائي ۾ لکيو جو اهو قاضي صاحب مدرسي جي سيني ماسترن ڏي مطالعي لاءِ ڏياري موڪليو ۽ اظهار ڪيو ته " اهڙو مضمون ڪو ايم.اي پاس ٿيل به لکي ڪين سگهندو."[١]

پاڻ ايجا ستين درجي ۾ هئو ته سنڌ مدرسي جي پرنسيپال وائينس صاحب کيس اتان شايع ٿيندڙ "مدرسة ڪرانيڪل" جو ايڊيٽر مقرر ڪيو هو. ڊاڪٽر دائود پوٽي جا شروع ۾ مضمون " الوحيد" ۾ ڇپيا. هن سنڌ مدرسي جي هڪ پارسي پرنسيپال مسٽر مُلا جي خلاف به مضمون: "مدرسي جي چيلي جي ڳچيءَ تي به لڙڪا" ۽ "حسن علي آفنديءَ جو روح قبر مان پڪاري رهيو آهي" لکيا هئا، جنهن جي موٽ ۾ ماڻهن ۾ وڏو ٿرٿلو مچي ويو: نيٺ مُلا کي پرنسيپاليءَ تان هٽايو ويو. مطلب ته شاگرديءَ واري دؤر کان وٽي تخليقي ۽ انقلابي سوچ رکندو هو ۽ ان سوچ جي موٽ ۾ ان جو پورائو ڪرڻ به ڄاڻندو هو. اهي ئي محرڪ هئا، جنهن ڪري هن خلافت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو هو.

انهن مضمونن کانسواءِ ڪيترن ئي علمي ۽ ادبي موضوعن تي تحقيقي ۽ تخليقي مضمون ۽ مقالا لکيائين، جيڪي اڄ سُوڏا

پنهنجي معلوماتي ذخيري ادبي چاشني ، سادي ۽ خوبصورت لفظن جي مالها ڪري ايترائي مقبول آهن، جيترا ان وقت هئا. انهن مضمونن مان "پٽ تي پيرو"، "قاضي قاضن"، "شاهه ڪريم"، "سنڌي زبان"، "ميرن جي دؤر جو نظام تعليم"، "مخدوم محمد زمان لنواريءَ وارو"، "مخدوم محمد هاشم ٺٽوي"، "شاهه عنايت رضوي"، "رمضان ڪنير"، "محمد مهدي جونپوري"، "وحدت الوجود"، " انسان ڪامل" وغيره نهايت ئي معياري ۽ تحقيقي مقالا آهن ۽ ادب ۾ وڏي اهميت رکن ٿا.

مٿي درج ڪيل مضمون "پٽ تي پيرو" ۾ علامه صاحب انهن ڏينهن جو ذڪر ڪيو آهي، جن ڏينهن هو شاه جي رسالي "گنج" جي مطالعي ڪرڻ ۽ تحقيقي ڪم ڪرڻ لاءِ پٽ شاهه تي ويو هو. اتان جي آسائش ۽ ماحول دلچسپ انداز ۾ ذڪر ڪندي مضمون ۾ لکيو اٿس.

ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو جڏهن بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ عربيءَ جو پروفيسر هو؛ تڏهن هن عربي ۽ فارسي ٻولين جي خدمت ڪئي ۽ يونيورسٽيءَ جي ادبي فضا ۾ عربي، فارسي ۽ سنڌي ڪتاب لکيا ۽ ترتيب ڏنا. انهن خدمتن جي بدلي ۾ کيس ١٩٢٨ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ جي "فيلوشپ" ملي.

سنڌ سرڪار سندس علمي ۽ ادبي خدمتن جو قدر ڪندي

کيس ۱۹۴۰ع ۾ "شمس العلماءَ" يعني "عالمن جو سج" جو خطاب ڏنو ۽ ان موقعي تي هڪ خلعت بخشي. اهڙيءَ ريت عمر بن محمد دائود پوٽو سنڌ جو چوٿون "شمس العلماءَ" آهي؛ جنهن پنهنجي علمي ۽ ادبي خدمتن ذريعي اهو وڏو اعزاز حاصل ڪيو.

علامہ دائود پوٽو جڏهن اولهہ پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن جي ميمبريءَ تان رٽائر ٿيو؛ تڏهن ۱۹۵۷ع ۾ سندس خدمتون سنڌ جي مشهور ادبي اداري "سنڌي ادبي بورڊ" حاصل ڪيون ۽ ڪيس بہ ورڊ جي ادبي رسالي "مهراڻ" جو ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو، گڏ و گڏ تصنيف ۽ تاليف جي شعبي جو نگران بہ ٿيو. هن پنهنجي محنت، تجربي ۽ علمي لياقت جو مظاهرو ڪندي رسالي "مهراڻ" کيس سنڌ توڙي هند تائين مقبول ڪيو. اهڙيءَ ريت ادبي لحاظ کان سڄي سنڌ ۾ سجاڳيءَ ۽ جاڳرتا جو نئون دؤر شروع ٿيو.

ڊاڪٽر دائود پوٽو ڪيترن ئي ڏيهي توڙي پرڏيهي ادبي ۽ ثقافتي ادارن ۽ تنظيمن جو رُڪن بہ رهيو. ڏيهي ادارن ۾ خاص ڪري "سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچي" جو باني هو. پرڏيهي ادارن ۾ هو مصر جي "فواد يونيورسٽي" جو "مراسل ميمبر" چونڊيو ويو ۽ ان کان سواءِ "پاڪستان - ايران ثقافتي انجمن" جو پڻ ميمبر رهيو.

## چيپيل ڪتاب

شمس العلماءَ علامہ عمر بن محمد دائود پوٽي پنهنجي سڄي ڄمار علم حاصل ڪرڻ، علم سيکارڻ، علم عام ڪرڻ ۽ علم ادب جي خدمت ڪرڻ ۾ گذاري ۽ پنهنجي هر پَل پنهنجي قوم جي امانت سمجهندي، ان جي خدمت ڪندي گذاريو.

هن ڪيترائي ڪتاب لکيا، ترجمو ڪيا ۽ سهيڙيا؛ جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

١- طيبات سعدي

٢- مرشد المبتدي

٣- روائج بوستان

۴- سياست نامہ نظام الملڪ

٥- نفحات حافظ

٦- عيار دانش ابو الفضل

٧- قطعات ابن يمين

٨- سفر نامءِ ناصر خسرو

٩- روشنائي نامءِ ناصر خسرو

١٠- سنڌي نظم ۽ نثر جو انتخاب

١١- انتخابات نثر ۽ نظم فارسي

١٢- سَرها گل

١٣- مجموعہ النثر والنظم (عربي)

۱۴- سنڌي نظم

۱۵- چونڊ سنڌي نثر ۽ نظم ـــ ۳ ڀاڱا

۱۶- تاريخ معصومي

۱۷- تاريخ چچنامہ (فارسي)

۱۸- منهاج العاشقين

۱۹- بيان العارفين

۲۰- ابيات سنڌي

۲۱- ڪلام گرهوڙي

۲۲- عربي شاعريءَ جو فاسي شاعريءَ تي اثر (انگريزي)

۲۳- سروي آف ماس ايڊيوڪيشن (انگريزي)

۲۴- حمزه الاصفهاني جي تاريخ مان هڪ باب (انگريزي)

۲۵- مدارج القرائت العربيءَ ـــ ۳ ڀاڱا

۲۶- دروس العربيہ ـــ ۴ ڀاڱا

۲۷- آغاز فارسي ـــ ۴ ڀاڱا

۲۸- شاھ جو رسالو (پروفيسر گربخشاڻي سان گڏ)

۲۹- مضمون ۽ مقالا

۳۰- شاھ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام

۳۱- منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو علمي ۽ ادبي حلقن ۾

هڪ علمي ۽ ادبي تحريڪ جي حيثيت رکندو هو. هن جي ڇپيل ڪتابن ۽ مضمونن ڪانسواءِ ٻيا به ڪيترائي ڪتاب لکيل، ترجمو ڪيل ۽ مرتب ٿيل آهن ۽ ڪيترائي مضمون پڻ اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهن: جن مان ڪجھ ڪتابن جا نالا هي آهن:

١- شاهه جو رسالو
٢- ڪتاب النجات (ابن سينا)
٣- غلام محمد خانزئي جو رسالو
٤- ميين عيسي جو ڪلام
٥- مقدمہ ابن خلدون جو سنڌي ترجمو
٦- مقدمہ ابن خلدون جو انگريزي ترجمو
٧- مرشد المبتدي (ٽيون حصو)
٨- ينا بيع الحيواه الابديہ
٩- عربي ادب وتمدن اندلس ۾ (انگريزي)

## وفات

سنڌ جي سونهن ۽ سنڌي ٻوليءَ جو محسن، سنڌي ادب جو وڏو ڄاڻو، وڏو تعليمي ماهر، مشرقي ٻولين جو ماهر، انشاءَ پرداز، نقاد ۽ شاعر علامہ عمر بن محمد دائود پوٽو پڇاڙيءَ تائين جنهن جوش، جذبي، محنت ۽ ايمانداريءَ سان جيڪو پورهيو ڪري پنهنجي ديس جو نانءُ روشن ڪيو، تنهن تي

سندس دوست ۽ احباب عجب کائيند اهئا.

آخر هن صاف دل ۽ صاف گو انسان کي پنهنجي موت جي پيالي پيئڻ جو وقت اچي ويو. وفات کان ٽي ڏينهن اڳ فون تي ڳالهائيندي سندس واتان هڏو ويو تہ: "منهنجي طبيعت تہ درست آهي، پر مان موت جي آجيان ڪرڻ لاءِ تيار آهيان؛ ڇو تہ هن وقت ويجهڻ تي مونکي افسوس ڪونہ ٿيندو. مون کان جيڪي ٿي سگهيو ٿي، سو مون ڪيو آهي."

تاريخ ٢٢ نومبر ١٩٥٨ع تي پنهنجي عزيزن، قريبن، دوستن، شاگردن ۽ عقيدتمندن کي هميشہ لاءِ الوداع چئي، دائمي فراق جو غم ڏئي، راهہ رباني ورتي، سندس ئي وصيت موجب ڀٽ شاهہ تي شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح جي روضي جي ڏکڻ ۾ دفنايو ويو. سندس وفات تي تاريخي قطعي ۾ سليم ڳاڙهوي‌ءَ لکيو:

عالمن جو شمس روشن، اوچتو اڄ ٿيو غروب
جنهن هٿايو هو اندارو، موڪلائي ويو هليو.

# سنڌ جا سپوت

١. شاهه عبداللطيف ڀٽائي
٢. سچل سرمست
٣. شاهه عنايت شهيد
٤. مرزا قليچ بيگ
٥. جنرل هوش محمد شيدي
٦. دولهه دريا خان
٧. مخدوم بلاول
٨. حيدر بخش جتوئي
٩. مولانا عبيدالله سنڌي
١٠. دين محمد وفائي
١١. علامه آءِ- آءِ- قاضي
١٢. قائد اعظم محمد علي جناح
١٣. علامه عمر بن محمد دائود پوٽو
١٤. پير حسام الدين شاهه راشدي
١٥. ذوالفقار علي ڀٽو

# پڙھندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏھاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏھاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙھندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنھنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏھاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آھي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو ھوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

ھر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙھندڙ، ڪَڙھندڙ، ڪُڙھندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙھندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگھجي ٿو، پَر اسان اِنھن سيني وِچان ”پڙھندڙ“ نسل جا ڳولائو آھيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناھي ورھائڻ جي وسيلي پڙھندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجھَڻ ۽ ھِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَھڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ٻاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)